# روشن خيال ڪير
# مذهبي يا لبرل؟

ليکڪ

ابو عمر غلام مجتبیٰ چنا

مذهبي سوچ کي رجعت پسندي
سمجهڻ جي غلط فهميءَ متعلق بهترين
مڪالمو جنهن ۾ توهان جي ذهن جي
ڪيترن ئي سوالن جا جواب موجود
آهن

آڪتوبر جو مهينو شروع ٿي چڪو هو رات جو وڻندڙ ٿڌڙي هير گُهلي پئي ملٽري روڊ تي اداز ڪيفي تي سنڌ سڪار جو ٿي ماهي رسالو پڙهڻ سان گڏ گرم چانهه جي چُسڪي جو لطف وٺي رهيو هيس جو اچانڪ آواز آيو هي ڪرسي خالي آهي ؟

مون مٿي نهاريو پڪي عُمر جو پڙهيل لکيل شخص سليقي جو لباس هوس پر لهجو قربائتو نہ لڳو مان اڪيلو ئي هيس تہ چيو جي خالي آ توهان ويهي سگهو ٿا .

هن ويهندي چيو تہ اصل ۾ ٻئي ڪا جڳهہ خالي نہ هئي توهان اڪيلا هيا تہ ان ڪري .. مون ڳالهہ ڪٽيندي چيو ادا ڪا ڳالهہ ناهي توهان آرام سان ويهي سگهو ٿا.

هن چانهہ جو آرڊر ڏنو جو جو ٻئي اڪيلا هئا سين تنهنڪري ڪچهري جو سلسلو شروع ٿيو تعارف جي

دوران معلوم ٿيو تہ پرسان ئي آئي بي اي پبلڪ اسڪول جو سينيئر انگلش لٽريچر جو استاد آهي هاڻي ڪجھ لهجو تبديل ٿي چڪو هو ذاريائي جون ڪجھ پتيون ڪري چُڪيون هيو جو هن چيو اسان روشن خيال ڪي توهان رجعت پسندن کان شڪايت آهي .

مون چيو شڪايت بعد ۾ ڪجو پهريون اهو ٻڌايو جو توهان پاڻ ڪي روشن خيال ۽ اسان ڪي رجعت پسند ۽ قدامت پسند ڪهڙي بنياد تي چئو پيا ؟

هو مسڪرايو ۽ چيائين صرف چئون نہ پيا پر اها حقيقت آ ۽ ان تي ڪنهن ڪي ڪوئي اعتراض ناهي

مون وراڻيو سر اسان مسلمانن بلڪ مذهبي طبقي ڪي توهان قدامت پسند ۽ رجعت پسند چئو ٿا مونکي اعتراض آهي ، توهان ڪا دليل تہ ڏيو ثابت تہ ڪيو.

چيائين ڏسو توهان اڄ جي آرٽيفيشل انٽيليجنس جي دؤر ۾ بہ عقل ڪي آزاد استعمال ڪري تجرباتي ۽ مشاهداتي علم حاصل ڪرڻ کان روڪيو ٿا ۽ عقل

ڪي مذهب کو تالو هٽي بند خزاني جيان رکو ٿا ، توهان عقيدي جي قلعي ۾ رائي جي آزادي کي قيد ڪيو ٿا عورت کي چادر ۽ چارديواري ۾ قيد ڪرڻ جي ڳالهه ڪيو ٿا اها قدامت پسندي ناهي ته پوءِ ڇا آهي ؟ الائي ڪيترا مثال آهن ان جا ان ڪري اها مجيل حقيقت آ جو مذهبي طبقو قدامت پسند ۽ رجعت پسند آ ، اسان لبرل روشن خيال ۽ ترقي پسند آهيون ، توهان ان موضوع کي ڇڏيو منهنجي شڪايت.

مون وري ڳالهه ڪئي ۽ مون چيو ته شڪايت بعد ۾ ضرور ڪجو پهريون توهان ٻڌو ته اسلام ۾ عقل جو آزادانه استعمال آهي يا نه ، توهان اهو فيصلو ڪيئن ڪري سگهو ٿا ؟ قرآن شريف ۾ ڪيترن ئي جائين تي عقل استعمال ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي جيئن فرمايو ويو ته

كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ

ائين ئي اسان عقلمند قوم لاءِ نشانيون تفصيل سان ٻڌائيندا آهيون.

ڇا صرف عقل جي خزاني تي تالا هڻي بند ڪري رکڻ تي عقلمند جي تعريف ڪئي وئي آهي يا عقل استعمال ڪرڻ وارن جي.

ائين ئي الله پاڪ سوره انعام ۾ فرمايو آهي

قُلْ هَلْ يَسْتَوِى الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۭ اَفَلَا تَتَفَكَّرُوْنَ

ڇا نابينا ۽ اکين وارو هڪ جهڙا آهن ؟ ڇا توهان غور نہ ٿا ڪيو ؟

اهو جيڪو فرمايو ويو آهي تہ ڇا انڌو ۽ اکين وارو برابر آهن ؟ مطلب برابر ناهن ، ۽ اکين وارو وڏيڪ باصلاحيت آهي ۽ اتي اکين وارو ۽ انڌو هي جسم جو عضوو مراد ناهي بلڪ شعور ، فهم ، ادراڪ ۽ سمجهہ آهي تڏهن ئي اڳتي فرمايو ويو تہ ڇا توهان غور و فڪر نہ ٿا ڪيو ، غور و فڪر عقل ۽ دماغ سان ٿيندو آهي اکين سان نہ ان کان علاوه ڪيترين ئي آيتون

آهن جن ۾ انسان کي عقل استعمال ڪرڻ ، تفڪر ، تدبر ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي .

مونکي لڳو تہ هن جي دلچسپي وڌي پئي مان وڌيڪ چيو تہ

توهان کي خبر آ اسلامي احڪامن جا بنيادي ماخذ گهڻا ۽ ڪهڙا آهن ؟

چيائين نہ.

چار آهن قرآن ، سنت ، اجماع ۽ آخري اجتهاد.

توهان کي خبر آ اجتهاد ڇا آهي ؟ مجتهد کي جڏهن ڪوئي درپيش مسئلو قرآن شريف ۾ واضح نہ مليو ، حديث ۾ بہ ثبوت نہ ٿو ملي ، امت جي اجتماعي رائي ۽ فيصلو ان مسئلي بابت ناهي تہ هاڻي مجتهد پنهنجو عقل ۽ قياس استعمال ڪري ان جو شريعت جو حڪم ڪيندو جنهن تي پوري قوم عمل ڪندي ڏسو ترمذي شريف جي حديث آ.

جڏهن حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنه کي يمن جو گورنر ڪري پاڻ سڳورن اماڻيو ته فرمايائون معاذ فيصلا ڪيئن ڪندي ؟ عرض ڪيائون ته قرآن شريف مان ڪندس ، فرمايائون جيڪڏهن ان ۾ نه هجي ته ؟ عرض ڪيائون ته حديث مان ڪندس ، فرمايائون جيڪڏهن ان ۾ به نه هجي ته ؟ عرض ڪيائون ته پوءِ پنهنجو قياس ڪندس تڏهن فرمايائون ته الله جو شڪر آ جنهن توکي حق جي توفيق ڏني .

مطلب اجتهاد ڪرڻ ۽ عقلي طور ڪنهن نتيجي تي پهچڻ جي ته شريعت صرف اجازت ناهي ڏني بلڪ ترغيب ڏني آ ، توهان ڪيئن چئي سگهو ٿا ته اسلام ۾ عقل جو استعمال ناهي ڪرڻو ۽ مخالفت يا ممانعت ڪئي وئي آ .

توهان پنهنجي طرفان اهو ڪيئن فيصلو ڪري ڇڏيو ته مذهب ۾ عقل استعمال ڪرڻ منع آهي تنهنڪري هي رجعت پسند ۽ اسان روشن خيال آهيون ؟ هو ڪجھ حيرانيءَ ۾ مون ڏانهن نهاري پيو جو مون

وري ڳالهائڻ شروع ڪيو چو جو مونکي لڳي پيو تہ هاڻي هو ڪجھ ڪجھ منھنجي ڳالھ کي سمجھي پيو
.

توهان مجدد جي اصطلاح ٻڌي آهي ؟

هن وراڻيو تہ ها ٻڌي تہ آهي پر تفصيل جي خبر ناهي
.

مون چيو تہ ابوداؤد جي حديث شريف آهي تہ

الله پاڪ هن امت ۾ هر سئو سالن کان بعد هڪ اهڙو شخص موڪليندو جيڪو ان جي دين جي تجديد ڪندو .

دين جي تجديد جو مطلب سئو سالن بعد جيڪي معروضي حالتن جي تبديليءَ ڪري احڪامن جي ان حالتن مطالبق تبديلي ٿيڻ گهرجي ، تہ اهو شخص حالتن مطابق احڪامن جي چنڊ ڇاڻ ڪري وقت جي تقاضائن جي مطابقت ۾ پيش ڪندو ،

اها اسلام جي روشن خيالي ناهي جو وقت ۽ حالات جي تبديليءَ ڪري احڪامن ۾ بہ تبديلي اچي ٿي ؟ رات جا ساڍا ڏهہ وڳي چڪا ها موسم ۾ هلڪي هلڪي ٿڌاڻ بہ هئي پر ان جي پيشاني تي پگهر جا قطره صاف چمڪي رهيا هئا

باالاخر ان بيو داءُ ڪيڏيو ۽ چيائين تہ عورت تي تہ پابنديون مڙهيون ويو آهن نہ ؟ نہ نوڪري جي اجازت نہ گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي اجازت نہ ئي مرد جي برابري اها سوچ ئي جهالت واري قدامت پسند آهي.

مان سمجهي ويو هئس تہ هن وٽ پهرين سوال تي هاڻي ڪوئي اعتراض باقي ناهي بچيو جو هن سوال جو ميدان ئي تبديل ڪري ڇڏيو.

ان جو مطلب تہ توهان جي هاڻي جيڪڏهن مذهبي دوستن کي قدامت پسند چئو ٿا تہ ان جي وجہ عقل استعمال نہ ڪرڻ ناهي بلڪ عورت تي سختين ۽ پابندين جي ڪري سمجهو ٿا ؟.

جلدي جواب ڏنائين ها.

مان جواب ڏيڻ کان اڳ هڪ ڳالهه جي پڪ ڪندس تہ جيڪڏهن مان اهو بہ سمجهائي ويس تہ ان کان بعد توهان اها ڳالهه تسليم ڪندؤ تہ مذهبي دوستن کي رجعت پسند ۽ قدامت پسند چوڻ ۾ نرگسيت ، خود پسندي ۽ وڏائي جو عنصر شامل آهي نہ تہ مذهبي بہ بہ اوترا ئي روشن خيال آهن جيترا توهان پاڻ کي روشن خيال چوندا آهيو ؟

چيائين نيڪ آ.

توهان جو مطلب تہ اسان مسلمانن عورت کي چادر ۽ چارديواري تائين محدود ڪيو آهي جنهن ڪري اسان رجعت پسند ۽ قدامت پسند آهيون ۽ توهان عورت کي چادر ۽ چارديواري کان آزاد ڪرائي تعليم ڏياري، نوڪري ۽ تجارت ڪرائڻ توهان جي نظر ۾ روشن خيالي ۽ جدت پسندي آهي ؟

جي ان ۾ ڪا غلط ڳالهه تہ ناهي ، چئي چانهہ جي چُسڪي هنيائين.

ڀيرين ڳالهه تہ تعليم ، نوڪري ۽ تجارت جيڪڏهن روشن خياليءَ جي دليل ۽ نشاني آهي تہ توهان ٻڌائي سگهو ٿا تہ اسلامي تعليمات ۾ ڪهڙي آيت يا حديث آهي جنهن ۾ تعليم ، نوڪري ۽ تجارت لاءِ عورت کي جهليو ويو آهي ؟ منهنجي لهجي ۾ اطمينان هيو .

هو ڀيريان تہ پريشان ٿي ويو پر پوءِ چيائين تہ سيئي مولوي منع ڪندا آهن ، انهن جي گهرن جون عورتون نہ يونيورسٽيءَ جي تعليم حاصل ڪنديون آهن نہ ئي نوڪري يا تجارت.

مون مسڪرائي چيو مطلب توهان وٽ ڪا آيت ، حديث يا شريعت جو حڪم دليل جي طور تي ناهي بلڪ مولوين جو عمل آهي ؟

هن جي چهري تي مونجهارو صاف ظاهر هيو نہ ڪيائين پر ايترو آهستي جيئن ڪئي ميل پري کان آواز پيو اچي .

مون ڇيو شريعت ۾ اعتبار مولوين جي عمل جو نہ پر قرآن شريف ۽ حديث جي حڪم جو آهي ۽ هڪ بہ آيت يا حديث اهڙي ناهي جنهن ۾ مسلمان عورت تي ڪا سماجي ڪردار جي ترقيءَ بابت پابندي مڙهي وئي هجي ها ان جي برعڪس سماجي ارتقاء متعلق نہ صرف اجازت موجود بلڪ صحابيات جو اهڙو روشن عمل موجود آهي جنهن سماجي ، اقتصادي ۽ رياستي ارتقاء ۽ تعمير ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي مثال طور تعليم جي حوالي سان توهان ڪي خبر آهي

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جڏهن صُفہ جي ٿلهي تي صحابہ کي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي تہ عورتن بہ شوق جو اظهار ڪندي تعليم حاصل ڪرڻ جي درخواست ڪئي تڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن عورتن جي لاءِ تعليم ڏيڻ لاءِ هفتي جا ڏينهن ۽ جڳهہ مقرر ڪئي جتي عورتون باقاعده طور تعليم حاصل ڪنديون هيون حضرت ام ورقه بنت عبدالله پاڻ سڳورن کان قرآن جي باقائده تعليم حاصل

ڪنديون هيون ايتري تائين جو مڪمل قرآن حفظ ڪيو .

ادب ۽ شعر شاعريءَ ۾ مسلمان عورتن جو تعميري ڪردار موجود آهي جيئن حضرت خُنساء رضي الله عنها جن مشهور شاعره هيون ائين ئي لُبابه بنت حارث اسلميه ، ميمونہ بنت عبدالله ، امر شريڪ ، ريحانہ بنت معدي ڪرب ۽ ٻيون ڪيتريون ئي صحابيات وڏيون شاعره هيون ۽ انهن جا شعر معروف هيا .

مون ايتري ۾ موبائيل ڪڍي ڪتاب کولي چڪو هيس ۽ مخصوص حوالا پيش ڪرڻ شروع ڪندي چيم

بلڪ عورتون گهرن ۾ ان دور بہ لکڻ جي سکيا حاصل ڪنديون هيون جيئن ابو دائود شريف جي حديث ۾ آهي حضرت شفاء بنت عبدالله کان روايت آهي

عن الشفاء بنت عبدالله قالت : دخل على النبى ﷺ ، وأنا عند حفصة، فقال لى : ألا تعلمين هذه رقية النملة كما علمتيها الكتابة (ابوداود)''

مان ام المومنين حضرت حفصہ وٽ ويٺي هيس جو پاڻ سڳورا صلي اللہ عليہ وسلم جن آيا فرمايائون تون جيئن حفصہ کي لکڻ سيکاريو اٿئي ائين ئي نمله بيماري جي جهاڙ بہ سيکار .

ائين ئي امان عائشہ صديقہ رضي اللہ عنها تمام وڏيون عالمہ ۽ فقيها هيون ايتري تائين جو وڏا وڏا صحابہ ڪرام بہ مونجهاري ۾ حل ڪرڻ لاءِ حضرت عائشہ وٽ ايندا هئا ۽ پري پري کان لکت ۾ سوال بہ موڪليندا هئا ۽ حضرت عائشہ پنهنجي پاٽيجي جي ذريعي جواب لکرائي موڪليندي هئي .

حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي اللہ عنها عرب جي معروف تاجر عورت هيون جن جو وڏي پيماني تي ڪاروبار هوندو هيو.

حضرت اسماء بنت يزيد انصاريه عورتن ۾ ايترو وعظ ۽ نصيحت ڪنديون هيون جو خطيبة النساء جي نالي سان مشهور هيون ،

هن جي چهري جا تاثرات ڏسڻ وٽان هيان ، پريشاني ۽ حيرت جا تاثرات واضح نظر اچن پيا.

حضرت صفيہ بهادر مرد مجاهدن وانگر جنگ ۾ وڙهنديون هيون ۽ جنگ يرموڪ ۾ عورتن جي خيمي ۾ پوئين طرف کان هڪ يهودي جڏهن داخل ٿيو تہ انهن خيمي جو ڪِلو پٽي ان سان اڪيلي يهودي سان وڙي ان کي ماري ڇڏيائون جڏهن تہ ٻيون صحابيات بہ جنگين ۾ زخمين کي پاٽي پيارڻ ، مرهم پٽي ڪرڻ جون ذميدايون نڀائينديون هيون جيئن مسلم ۽ بخاري شريف ۾ باقاعده ان موضوع تي باب بندي ٿيل آهي حديث ۾ آهي

عَنْ أَنَسٍ، قَالَ: كَانَ رَسُولُ الله صَلَّى الله عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَغْزُو بِأُمِّ سُلَيْمٍ، وَنِسْوَةٍ مِنَ الْأَنْصَارِ، لِيَسْقِينَ الْمَاءَ، وَيُدَاوِينَ الْجَرْحَى.

پاڻ سڳورا ام سليم ۽ انصاري عورتن کي جنگين ۾ وٺي ويندا هيا جيئن اهي پاڻي پيئارين ۽ زخمين جي تيمارداري ڪن .

حضرت ابن عباس کان سوال ٿيو ڇا نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن عورتن کي جنگ ۾ وٺي ويندا هيا

كَتَبْتَ تَسْأَلُنِى هَلْ كَانَ رَسُولُ الله صَلَّى الله عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَغْزُو بِالنِّسَاءِ وَقَدْ كَانَ يَغْزُو بِهِنَّ، فَيُدَاوِينَ الْجَرْحَى، وَيُحْذَيْنَ مِنَ الْغَنِيمَةِ (مسلم شريف )

فرمايائون ها جنگ ۾ وٺي ويندا هئا اهي زخمين جون پٽيون ڪنديون هيون ۽ انهن لاءِ باقاعده غنيمت جي مال مان ڪجھ حصو ڏيندا هئا .

حضرت ام رفيده رضي الله عنها هڪ ماهر نرس جيان پٽيون ڪنديون هيون ۽ انهن کي باقاعده جنگين ۾ زخمين لاءِ هڪ ڪيمپ لڳائي ڏنو ويندو هيو

سماجي ترقي جي هر شعبي ۾ اسلامي خواتين پنهنجيون خدمات ڏنيون آهن ايتري تائين جو پاڻ ڪمائي ٻين جي ڪفالت ٻہ ڪنديون هيون

جيئن حضرت زينب بنت خزيمه کي ام المساڪين ان لاءِ چيو ويندو هيو تہ اهي غريبن ۽ مسڪينن کي ماني کارائينديون هيون .

ڪيترا ئي مثال موجود آهن تہ ڪي صحابيات عطر جو ڪاروبار ڪنديون هيون تہ ڪي جانورن جي کلن جي صفائي سترائي جو ، ڪي جانورن جي پالڻ جو تہ ڪي وري باغن جي سار سنڀال جو.

الغرض تہ تقريباً هر شعبي ۾ مردن وانگر عورتون ٻہ ڪم ڪار ڪنديون هيون جيڪڏهن شريعت ۾ منع ٿيل هجي ها تہ اهي تمام صحابيات نبي سائين جن جي دور ۾ ايترا ڪم ڪار ڪنديون هيون ، شريعت جو حڪم بخوبي ڄاڻنديون هيون ، متقي ۽ پرهيزگار انتها درجي جون هيون تہ پوءِ اهي ڪن ها ؟ توهان

ٻڌايو ته اسلام ۾ قدامت پسندي ۽ رجعت پسندي ڪيئن آهي ؟

مونکي لڳي پيو ته منهنجو تفصيلي جواب ٻڌي هن جو گلو خشڪ ٿي ويو آهي ، حيرانيءَ مان چيائين پوءِ هينئر توهان جون عورتون ايترييون پابند ڇو آهن ؟ مونکي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ؟ هو سوال ڪري پاڻي پيئڻ لڳو حالانڪ ٿڌڙي هير گُهلي پئي کُليل آسمان هيٺان ويٺا هئا سين.

ان جو جواب ٻه ڏيندس پر ايترو سمجهي ڇڏ ته اهي ديسي راشن خيال لڏي جا اسلام مٿان فقط اهڙا الزام آهن جن جو ثبوت انهن وٽ ڪوئي ناهي ، نه ته اسلام ۾ جيڪا روشن خيالي ۽ جدت پسندي آهي اها ئي ماحول ۽ سماج جي فطرت مطابق حقيقي روشن خيالي آهي . جواب ڏيندي وراٽيائين ته توهان جيڪي ڪجهه ٻڌايو ان مان ته اهو واضح ٿئي ٿو ته واقعي اسلام جي باري ۾ رجعت پسند ۽ قدامت پسند جا لفظ استعمال ڪرڻ لاعلمي يا ضديت آهي نه ته اسلام

پنهنجي اندر وڏي جدت رکي ٿو ، پر منهنجو ٻيو سوال اڃا باقي رهي ٿو.

گفتگو هاڻي ان نقطي تي اچي وئي تہ مذهبي طبقي کي رجعت پسند ۽ قدامت پسند چوڻ نااانصافي آهي پر پوءِ بہ مذهبي طبقي ۾ عورت تي چادر ۽ چار ديواري جي پابندي ڇو آهي ؟ مرد جي برابري جو حق ڇو نہ ٿو ڏنو وڃي ؟

مون ڇيو ڏسو مرد ۽ عورت جي تخليق ۾ بنيادي طور فرق آهي يا نہ ؟

هن وراڻيو بالڪل ناهي اهو فرق ئي تہ ماحول ۽ سماج ڪري آهي جيڪڏهن سماج عورت کي موقعو ڏي ان ۾ اتساهہ پيدا ڪري تہ عورت اهي تمام ڪم ڪري سگهي ٿي جيڪي مرد ڪري سگهي ٿو ، تہ فرق تخليقي نہ پر سماجي اثر ۽ ماحول جو آهي .

مونکي توقع جي خلاف هن جواب ڏنو پر مون اطمينان سان ڇيو توهان جي اولاد گهٽي آهي ؟

چيائين هڪ پٽ ۽ هڪ ڌيءَ.

توهان انهن کي رانديڪا وٺي ڏيندا آهيو ؟

هن چيو جي بالڪل هو ڪجهه حيرانيءَ مان مون ڏي نهاري پيو شايد سوچي پيو تہ هي ذاتي سوال چو ؟

مون چيو پٽ کي ڪهڙا رانديڪا وٺي ڏيندا آهيو ۽ ڌيءَ کي ڪهڙا ؟

چيائين پٽ کي پستل ، گاڏي ، بال وغيره ۽ ڌيءَ کي گُڏيون ، ٻارن جا ننڍڙا ٿانوَ وغيره.

مون چيو ٻنهن جي رانديڪن ۾ فرق چو ؟ ڌيءَ کي پستل ، بال ، گاڏي چو نہ ؟ ۽ پٽ کي گُڏي چو نہ ؟

هن وراڻيو ٻنهن جي دلچسپي جنهن ۾ هوندي ان کي اها شيءِ ئي وٺي ڏبي.

مون چيو اهو ئي تخليقي فرق آهي ، اجا انهن ننڍڙن ٻارن تي سماجي دٻاءُ ناهي ، جنهن جا اثر انهن تي هجن پر ان کان اڳ ئي انهن جون ترجيحات ، خواهشون جدا جدا آهن ، قدرت ٻنهي جنسن جي

تخليق ۾ ئي فرق رکيو آهي ۽ مغربي تعليمات جنهن کي روشن خيالي چيو وڃي ٿو اهو بنيادي فرق ئي ختم ڪرڻ چاهي ٿي جيڪو سڌو سنئو غير فطري آهي ۽ اسلامي فطري قانون کي قدامت پسندي ۽ رجعت پسندي چيو وڃي ٿو ۽ سنجيده سوچ رکندڙ مغربي دانشورن پاڻ اهو تخليقي فرق ٻڌايو آهي ،

مون موبائيل ڪڏي امريڪي پروفيسر اسٽيون گولڊ برگ جو آرٽيڪل women are born subordinate عورت پيدائشي ماتحت آهي ڏٺڪاريو ،

جنهن ۾ هو چوي ٿو ته عورت ۽ مرد ۾ پيدائش کان اڳ ماءُ جي پيٽ ۾ جيڪي جين آهن انهن ۾ ئي فرق آهي .

هو ايتري ڳالهه سمجهي چڪو هيو ته پيدائشي فرق ضرور آهي .

پر اهو ئي ته اعتراض آهي ته مرد حاڪم ڇو ۽ عورت محڪوم ڇو ؟ مرد آزاد ۽ عورت قيد ڇو ؟

مون چيو قرآن شريف ۾ چيو ويو آهي

الرجال قوامون على النساء

مرد عورت جو قِوام آهي .

قوام جو مطلب آهي گهريلو نظام هلائڻ وارو.

ان جو مطلب تہ مرد جي مٿان گهر جي نظام جو معاشي بار آهي ، جيڪو ڪم ڪار ، نوڪري ، تجارت ڪري ڪمائي گهريلو ضرورتون پوريون ڪرڻ وارو آهي ، اصل ۾ اسلام مرد ۽ عورت جون ذميداريون ورهايون آهن ، توهان ٻڌو هوندو فلاڻي مائي صفا سگهڙ زال آ.

جي ها

ڇا مطلب آ ان جو ؟ مون پڇيو

گهر جي تمام ڪمن کي سهڻي نموني ڪرڻ واري.

جي اهو ئي فطري قانون آهي ، اها ئي شرعي طور ذميداري جي ورهاست آهي ۽ اها ئي سنڌي تهذيب جي

سونهن آهي جيڪا اسان جي مادري زبان ۾ چوڻي طور مشهور آهي ، هاڻي جنهن ڪي توهان روشن خيالي چئو پيا يعني عورت ۽ مرد جي برابري ، سماج جي هر شعبي ۾ عورت مرد سان اچي بيهي ۽ اهي تمام ڪم جيڪي هڪ مرد ڪري ٿو عورت به ڪري اهو سڌو سنئون فطرت سان بغاوت ۽ عورت جي مٿان ظلم جي برابر آهي ،

مان هڪ مثال ڏيان ٿو آئنسٽائن هڪ تمام ذهين سائنسدان هيو ، ان کي جيڪڏهن ريسلنگ جي رِنگ ۾ جان سينا يا اندر ٽيڪر جي سامهون بيهاريو وڃي ، ڇا ٿا سمجهو مقابلو ڪري سگهو ٿو ؟

هو حيرت ۾ مسڪرائي ڏسي ئي رهيو هو . جواب يقيناً نہ جو هيو.

مون وري ڇيو پر جيڪڏهن يونيورسٽيءَ ۾ فزڪس جي اصولن تي ليڪچر ڏيڻ لاءِ جان سينا کي بيهاريو وڃي تہ ؟

هو وري بہ خاموش هيو ، مون چيو اهو تہ ٻن مردن جي صلاحيتن جو فرق هيو جو هر هڪ پنهنجي پنهنجي ميدان جو چيمپيئن هيو ، پر جي مردن جي ڪرڪيٽ جي ٽيم جو مقابلو عورتن جي ڪرڪيٽ جي ٽيم سان ڪرايو وڃي تڏهن بہ مقابلو هڪ طرفو ٿيندو ، ڇو جو ٻنهي جون صلاحيتون جدا جدا آهن ، ٻنهي جون ذميداريون جدا جدا آهن ، ٻنهي جي تخليق ۾ فرق آهي تنهنڪري مردن جي شعبن ۾ عورت کي بيهاريو وڃڻ عورت مٿان ظلم آهي ، مغربي روشن خيالي ۾ اهو ئي ظلم جڏهن شروع ٿيو عورت گهر کان ٻاهر اچي باقاعده مردن جي برابري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي انهن جي سماج جي بنياد ۾ ئي خرابي ۽ فساد پيدا ٿي ويو . جڏهن کان عورت گهر کان ٻاهر نڪري مرد جي برابري جي ڪوشش ڪئي تڏهن کان ئي مغرب ۾ عورت جو جنسي استحصال وڌي ويو آهي ، توهان لِونگ رليشن ٻڌو هوندو ، شادي کانسواءِ مرد عورت زال مڙس جيان گڏ رهن ٿا جيستائين رهن جسماني ضرورتون پوريون ڪن ، جڏهن

هڪبئي مان دل پرجي وجي هر ڪوئي پنهنجي پنهنجي رستي هليو وجي ائين ئي توهان سِنگل مدر لفظ ٻڌو هوندو ، اڪيلي ماءُ ، گهڻو ڪري ان ڪري هوندي آ جو انهن بغير شادي ٻار ڄڻيو هوندو آهي هاڻي عورت اڪيلي ٻار جي پرورش ڪري يا معاشي ضرورتون پوريون ڪري ؟ اهڙي حالات ۾ عورت وٽ جسم جي دولت ئي باقي رهجي وڃي ٿي جنهن سان هوءَ گذر سفر ڪري سگهي ، حقيقت ۾ اهو سماجي فساد فطري ۽ شرعي تقاضائن جي بغاوت ڪري ئي پيدا ٿئي ٿو جنهن کي اسان جا نادان دوست روشن خيالي جو نالو ڏين ٿا تہ اصل ۾ اسلامي احڪامن ۽ نالي ماتر روشن خيالي ۾ اهو ئي فرق آهي .

هن جي چهري جي تاثرات مان لڳي پيو تہ ڳالھ گهڻي حد تائين سمجهي چڪو هيو ، دير بہ ڪافي ٿي چڪي هئي تنهنڪري ٻئي اٿيا سين ۽ نمبر ايڪسچينج ڪيا سين ۽ ان چيو تہ توهان سان ان موضوع تي ڪجھ وڌيڪ ڪچهري ضرور ٿيندي.